صوفي لاڪوفي پاڳو پيو

علامه آءِ آءِ قاضي جون تقريرون ۽ تحريرون

[ 1 ]

# پيغمبرِ اسلام

**علامه صاحب هيءَ تقرير سيرت النبيءَ جي سلسلي ۾ هڪ تقريب ۾ ڪئي هئي. جيڪا سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوٺي سينيٽ هال اولڊ ڪئمپس ۾ 30 نومبر 1952 تي منعقد ڪئي وئي. علامه صاحب جي تقرير مان معلوم ٿئي ٿو ته هن تقريب جا ٻيا مقرر پروفيسر ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو، مولوي فضل احمد، مولوي انيس احمد ۽ پروفيسر علي نواز جتوئي هئا.**

**ابتدائي ڪلمات:**

خواتين و حضرات! هي عام رواجي موقعو نه آهي جو اسين اڄ صبح جو هتي گڏ ٿيا آهيون. اسين دنيا جي ان عظيم ۽ آخري معلم لاءِ گڏ ٿيا آهيون جنهن انسانيت کي اونداهيءَ مان ڪڍي روشنيءَ طرف آندو ۽ اها روشني چوڏهن سئو

سالن کان مغرب ۽ مشرق جي سموري انسانيت جي رهنمائي ڪري رهي آهي. اها روشني ساڳيءَ طرح چمڪي رهي آهي جهڙي طرح پهرين کان شروع ٿي هئي. ٿي سگهي ٿو ته ڪي انسان چبرن وانگر جيڪي سج جي روشنيءَ ۾ اکيون بند ڪري ڇڏين ٿا، ان روشنيءَ کان اکيون بند ڪري ڇڏيندا هجن، جيئن شيخ سعدي فرمايو آهي:

”گرنه بيند بروز شپره چشم،
چشمهءَ آفتاب را چه گناه“.

**معنيٰ:** چمڙو جيڪڏهن سج جي روشني ۾ نٿو ڏسي سگهي ته ان لاءِ سج جي روشنيءَ کي ڪهڙو ڏوهه ڏبو!

پر جن کي اکيون آهن انهن ڏٺو ته ان روشنيءَ مغرب ۽ مشرق کي اونداهيءَ مان ڪيڏي روشن ڪيو. اهو ان وقت ائين ڪونه هو جنهن کي عام طرح اونداهي وارو دور چيو وڃي ٿو. هڪ لحاظ سان اهو اونداهو دور يا صفا اونده وارو زمانو نه هو چو ته ڪيترن ئي وڏن پيغمبرن مشرق ۽ مغرب ۾ انسان کي اونده مان ڪيڏي روشنيءَ جي طرف آندو هو. تنهن ڪري اهو بلڪل اونداهو دور نه چئبو جيئن توهان کي پڙهايو ويو آهي.

توهان وٽ جڏهن وڏي روشني آئي ته ان جي پيٽ ۾ اڳ واري روشني اونده محسوس ٿيڻ لڳي، حالانڪه

بلڪل اونده ڪونه هئي. اها ڳالھ تاريخ ۾ عام طرح دهرائي وڃي ٿي ته محمد ﷺ ان وقت ظهور پذير ٿيا جڏهن دنيا جي مشرق توڙي مغرب ۾ مڪمل اونداهي هئي. اها مڪمل اونداهي نه هئي. اها اڳين اونده تڏهن وڌيڪ محسوس ٿي جڏهن ان جي مقابلي ۾ وڏي ۽ گهڻي روشني آئي. اهو انهيءَ ڪري ته جڏهن وڌيڪ تيز روشني آئي ته هلڪي روشني اونده مثل محسوس ٿي. پر اها اونده ڪونه هئي! فرق سمجهو! جنهن کي توهان اڪثر اونده ڪوٺيو ٿا اها اونده ڪونه هئي. گوتم ٻڌ اوپر کي روشن ڪيو هو ۽ حضرت عيسيٰ " اولهه کي! ڪافي روشني هئي پر اها روشني خود "**نور عليٰ نور**" 'روشنيءَ تي روشني' جي اچڻ ڪري اونده ڏسڻ ۾ آئي. اهو ئي فرق آهي ۽ هاڻ اها روشني جاري آهي.

انهيءَ معلم پنهنجو پاڻ کي خدا، اوتار، شهنشاهه يا ٻئي ڪنهن لقب سان سڏائڻ کان انڪار ڪيو پر چيائين. "**انما اَنَا بَشَرٌ مِّثْلُكُمْ**" (ڪهف: 110) آئون توهان جهڙو انسان آهيان ۽ اهو معلم جيڪو سياسي اصطلاح ۾ فاتح آهي پر پاڻ کي بادشاهه سڏائڻ کان انڪار ڪري ٿو، ۽ پنهنجي لاءِ "عبد" جو لقب پسند ڪري ٿو. اهڙي شخصيت جي احترام ۽ عقيدت لاءِ توهان اڄ هتي گڏ ٿيا آهيو ۽ توهان اڄ انهن مقررن کي چڱي طرح ٻڌندا جيڪي پنهنجي نِنڍڙي سوچ،

اڻ پوري صلاحيت ۽ اهليت نه هئڻ جي باوجود وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪري پاڻ ڪريم ﷺ جن جي شخصيت جي باري ۾ ٿوري گهڻي روشني وجهندا ۽ جيڪا به ڪاوش ڪندا ان لاءِ توهان ڪي سندن احسان مند ٿيڻ گهرجي. جيتوڻيڪ اهي مڪمل طرح اهو حق ادا ڪري نٿا سگهن. پر ٿورو ڪجھ جيڪو هو چاڻن ٿا اهو پيش ڪندا. پر روحاني طرح توهان محسوس ڪندا ته توهان ان قابل احترام عظيم مهمان لاءِ اڄ هتي گڏ ٿيا آهيو ۽ ان لاءِ پاڻ ڪي موجود رهڻ جي تياري ڪريو.

هاڻي آئون مولوي فضل احمد صاحب ڪي پهرين گذارش ڪندس ته پنهنجي خيالن جو اظهار ڪري.

(نوٽ: سپني مقررن جي خطاب کان پوءِ علامه صاحب فرمايو)

**مولوي فضل احمد** صاحب لڳ ڀڳ هڪ ڳالھ ٻڌائي ته رسمون ۽ رواج (Forms and ceremonies) جن تي اڳين آيل معلمن (پيغمبرن) سختيءَ سان عمل جي هدايت ڪئي هئي انهن جي اهميت ختم ٿي وئي هئي. جيئن مون چيو ته زرتشت جو مذهبي ڪتاب ”اوستا“ جو اڌ صرف رسمن ۽ ريتن سان پريو پيو آهي ته هي ڪيئن ڪجي ۽ هو ڪيئن ڪجي؟ مطلب تمام سختيءَ سان ۽ هر ممڪن طريقي سان ظاهري رسمون ۽ ريتيون ادا ڪرڻيون هيون.

ساڳئي نموني سان هندن جا به ويد، اٿر ويد ۽ يجر ويد مڪمل طرح ريتن رسمن ۽ منترن ۽ اهڙين شين سان پريا پيا آهن جن جو واسطو ظاهري رسمن ۽ رواجن سان آهي.
اهي سڀئي ڳالهيون حضرت موسيٰ " جي دور تائين پڻ قائم هيون. حضرت موسيٰ " قرباني“ جي باري ۾ فرمايو ته ڳئون جو رنگ هڙو هجي، سڱن جو نمونو اهڙو هجي ۽ پڇ جو نمونو هيءُ هجي. درن ۽ درين لاءِ خاص قسم جو ڪاٺ هجي. اهو سڄو تفصيل پيغمبر اسلام کان اڳين پيغمبرن ڏنو هو. ليڪن پاڻ اچي ريتن ۽ رسمن کي ختم ڪيائون.
پاڻ فرمايائون ته رسم ۽ رواج جي اهميت رهي آهي پر هاڻي انهن جي تمام گهٽ اهميت وڃي بچي آهي. هينئر ظاهري نموني جي نه پر ان جي معنيٰ ۽ روح جي اهميت آهي. اهوئي سبب آهي ته اسين ان کي روحاني مذهب سڏيون ٿا. روحاني مذهب ظاهري نمائش تي زور نٿو ڏئي پر ذهني ۽ روحاني اهميت جي طرف ڌيان ڇڪائي ٿو جيڪو ان جو بنياد آهي. قرآن شريف جي تعليم جي اها خصوصيت آهي ته جڏهن ماڻهو پڇن ٿا ته اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ يهودي هيئن ڪندا هئا! اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ عيسائي هن طريقي سان ڪن ٿا، اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ قرآن شريف ۾ ان لاءِ فقط هي جواب آهي

ته توهان ايترا گهڻا سوال اجايو ٿا ڪريو؟ جيڪو ڪجهه ضروري هوندو توهان کي ان جي باري ۾ ٻڌايو ويندو.
اهو ئي سبب آهي جو اڳيان ماڻهو تفصيل معلوم ڪرڻ ۾ دلچسپي رکندا هئا ۽ مذهب بگڙندا ويا. سوال نه ڪريو جيستائين اسين توهان کي ٻڌايون ته هي اهم آهي ته ”ٻڌو“.
پر ٻيءَ حالت ۾ اهو نه چئو ته اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ جيڪڏهن توهان جي ڪم جو مقصد صحيح آهي يعني معنيٰ صحيح آهي ته مطلب ٿيو ته توهان صحيح آهيو.
رسم کي ڪا اهميت ڪونهي. توهان عبادت جاري رکو! توهان لاءِ سڄي روءِ زمين عبادت گاهه آهي. مسجد بنائڻ لاءِ نڪو تڏن، نڪو پردن، نڪو مخصوص رسمن ۽ فن تعمير جي ضرورت آهي. توهان لاءِ سڄي ڌرتي مسجد آهي. عبادت ڪريو جيئن توهان چاهيو. توهان رڳو ظاهري طور ٻانهون ٻڌي نماز نه پڙهو! پر جڏهن توهان جنهن طرف بستري تي ليٽيل آهيو! اهو به عبادت لاءِ بهتر موقعو آهي. اهو فقط مثال آهي جيڪو توهان کي ڏيان پيو جيئن مون توهان کي شروعات ۾ به چيو هيو.
مون کي اميد آهي توهان کي معلوم ٿي ويو هوندو ته اهي سڀ وڏا عالم جن توهان کي خطاب ڪيو آهي فقط سمنڊ جا قطرا هئا. هتي اڃان به سمنڊ جيترو ڳالهائڻ گهرجي. سمنڊ ڇوڙ جو سبب هي آهي. ڇا آئون قسم ڪڻان! پر توهان مون

ڪي ائين ڪرڻ کان معاف ڪندا ڇو ته قسم کڻڻ منع آهي. پر آئون چوان ٿو ته جيئن حضور اڪرم ﷺ جن فرمائيندا هئا ته اها هستي جنهن جي مٺ ۾ منهنجي جان آهي جيڪو منهنجي وجود جو خالق آهي جنهن مون کي زندگي ڏني آهي ”آئون قسم کڻان ٿو“ پاڻ ائين فرمائيندا هئا ۽ اڄ آئون به اهڙو قسم کڻان ٿو ته چوڏهن سئو سالن ۾ ڪوبه اهڙو ڪتاب نه لکيو ويو آهي ۽ نه لکي سگهجي ٿو، جيڪو سندن سمورين حاصلاتن ۽ ڪاميابين کي بيان ڪري سگهي! آءٌ مختصر طور عرض ڪندس ته انسانذات ان **’نورُ عليٰ نور‘** جي اچڻ کان پوءِ ڇا ڇا نه حاصل ڪيو آهي!

ڇا آئون هتي توهان کي ٻڌايان ته هيءُ به ٿيو، هيءُ به ٿيو ۽ هيءُ به ٿيو! آئون ڪيترن جو تفصيل پيش ڪندس! اها چوڏهن سئو سالن جي روشني جي تاريخ آهي جنهن کي وري ورجائڻو آهي ته جيئن توهان کي پيغمبر اسلام جي ڪاميابين جو هڪ اجمالي خاڪو ڏئي سگهجي.

بهرحال، هن سلسلي ۾ اسان تمام گهٽ پرايو آهي. اسان مان اڃان ڪيترا انسان ئي ڪونه ٿيا آهن. پر پاڻ الله تعاليٰ متقيءَ کان شروع ڪري ٿو. جيئن فرمان آهي ته هي ڪتاب (القرآن) متقين لاءِ نازل ٿيو آهي. ”**هدي للمتقين**“ اتان ئي شروعات ٿئي ٿي. پر اسان متقين تائين پهتائي ڪونه آهيون. متقين وٽان اسين جڏهن شروعات ڪريون

ته پوءِ اسين ابرار ٿيون يا وڏيڪ اسين مقرب ٿيون. الله
چاڙهي ٿو ته اسين ڇا ٿينداسين. انهيءَ ۾ معارج يعني عروج
جي ڪا انتها ڪانهي. انسان کي ايترو اڳتي وڌي وڃڻو آهي
جتي هو اها سڃاڻپ نه ڪري سگهندو ته پهرين هو ڇا هو.
اهي معارج اڃان اڻڄاتا آهن. پر اسان اڃان انسان ئي ڪونه
ٿيا آهيون. جيئن مون سئو دفعا ورجايو آهي.
آدمي ڪو ڀي ميسر نهين انسان هونا
ڇا توهان ملائڪ ٿيڻ چاهيو ٿا؟
توهان کي ته ملائڪن کان مٿي هئڻ گهرجي. جيڪڏهن
توهان قرآن جي تعليم تي عمل پيرا ٿيو ته اهي معارج
حاصل ڪري سگهو ٿا جنهن ڏانهن اهو اشارو ڪري ٿو
۽ طرف ڏسي ٿو. چوڏهن سئو سالن جي تاريخ توهان جي
اڳيان آهي. جيڪو ڪجھ آهي اهو قرآن جي برڪت جو
نتيجو آهي. حافظ چوي ٿو:
هرچه ڪردم همه از برڪت قرآن ڪردم
اهڙي طرح اها فقط شروعات آهي. اهي هئا مولوي فضل
احمد جا چند خيال جيڪي هن رسم (Form) ۽ شين جي
روحانيت جي پهلوءَ بابت توهان کي ٻڌائڻ ٿي گهريا.
هن کان پوءِ **ڊاڪٽر (عبدالواحد) هاليپوٽو** صاحب جن آيا.
هن توهان کي ٻڌايو ته رسول ڇا آهي؟ هو ڪهڙا ڪم
سرانجام ڏئي ٿو ۽ ان کان پوءِ هن ٻڌايو ته پاڻ ڪريم جن

انسان ڪامل هئا. پر جيئن مون اڳي چيو ته اسان اڄان انسان ئي ڪونه ٿيا آهيون، انسان ڪامل ته مختلف شيءِ آهي جيڪا ڪولي سمجهائي نٿي سگهجي ته انسان جي معنيٰ ڇا آهي يا انسان ڪامل جو مطلب ڇا آهي؟ پر جيڪو ڪجھ هن چيو آهي ته ان جو نچوڙ هيءُ آهي ته محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي ذات مبارڪ ۾ ڪيترين ئي خوبين ۽ فضيلتون موجود هيون ۽ اهو ناممڪن آهي ته انهن جو تفصيلي ذڪر ڪجي. مثال طور ان هڪ هستيءَ ۾ سئو خصلتون گڏ موجود هيون جڏهن ته ٻين نبين ۾ هڪ هڪ هر هڪ کي عطا ڪئي وئي هئي.

هتي شروعات ڪجي ٿي ته پاڻ يتيم آهن ۽ امي آهن ۽ پاڻ واپار هڪ ٻئي اهڙي شخصيت (بي بي خديجه رضي الله تعالي عنها) جي رهنمائي ۾ ڪن ٿا جيڪا پوءِ سندن گهر واري بنجي ٿي. پاڻ تمام بهترين انسانن مان آهن. وري عزت وارن ۾ شمار آهن، انتهائي اعتبار جوڳا ۽ سڀني ماڻهن ۾ امين آهن. پاڻ فقط امي آهن ۽ پاڻ بهترين خاوند آهن. اهڙا مثالي جو هن جهڙو دنيا پيدا ئي نٿي ڪري سگهي. پاڻ مثالي پيءُ آهن. پاڻ گهر جي مثالي سار سنڀال ڪندڙ آهن. پاڻ ٻڪريون خود ڏُهن ٿا. پاڻ پنهنجي گهر جي صفائي ڪن ٿا. پاڻ مثالي ميزبان آهن. پاڻ کير نٿا پين. پاڻ رات جو بکيا رهي به مهمانن کي کارائن ٿا. پاڻ مثالي

معمار آهن. پاڻ مثالي سپاهي ۽ مثالي سپھ سالار آهن. هر سپاهي، جوان توڙي پوڙهي، جو خيال رکن ٿا ۽ جنگ جي ميدان ۾ وڙهن به ٿا. خود اڳواڻ به آهن ۽ نگراني به ڪن ٿا ته باقي لشڪر ڪي مٿي بيهڻ گهرجي ۽ آئون محمد مصطفيٰ ﷺ ڪٿي بيهان. اهو سڀ علم هن ڪٿان حاصل ڪيو؟ پاڻ ڪڏهن ڪنهن فوجي اسڪول ۾ نه ويا جڏهن ته فوجن جي صف بندي پاڻ ڪندا هئا. اهڙي طرح زندگيءَ جي هر شعبي ۾ توهان ڏسندا ته پاڻ هر انسان کان گوءِ کڻي وجن ٿا. پوءِ توهان ڪهڙو به شخص کڻي اڳيان آڻيو.

اهڙي طرح ڊاڪٽر هالپيوٽي صاحب توهان کي ٻڌايو ته پاڻ جسماني، ذهني، روحاني ۽ الهامي بلڪه سپاويڪ اعتبار سان هر طرح ڪامل انسان هئا. توهان ڪهڙي به نقطئه نظر کان ڏسندا ته توهان کي ڪانه ڪا خوبي منجهن ضرور نظر ايندي. پاڻ پَٽَ تي ڪريل گل کي کڻندا هئا چو ته ان کي هيٺ ڪريل ڏسڻ پسند ڪونه ڪندا هئا. پاڻ ننيڙي ٻار کي هنج ۾ کڻندا هئا، جڏهن ڏسندا هئا ته هو ملول آهي. پاڻ اڄايل ڪتي کي پاڻي پياريندا هئا. اهي سڀئي ڳالهيون هڪ ئي وقت ڪرڻ جي اهليت رکندا هئا.

منهنجا دوستؤ، ڇا توهان قرآن کي پڙهيو آهي؟ ڇا توهان ان کي سمجهيو آهي؟ ڇا آمئريڪا ۽ انگلينڊ وارن ان کي ڏٺو آهي؟ انهن ان کي ڪونه ڏٺو آهي. انهن ان کي سمجهڻ

جي شروعات نئي ڪونه ڪئي آهي. هاڻي ٿوري گهڻي جيڪا غير منظم تبديلي آئي آهي اها ان الهام جو جزوي نتيجو آهي.
جيتوڻيڪ اڄ دنيا حيرت انگيز طور بدليل لڳي ٿي، خاص طور جڏهن ان کي تيرهن سئو سال اڳ واري دنيا سان ڀيٽ ڪجي ٿي. تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ ڪنهن به خطي جي اڄ جي دنيا سان ڀيٽ ڪري ڏسندا ته توهان کي سڃاڻپ ناممڪن لڳندي. هڪ لحاظ سان اها اونداهيءَ ۾ ويراني لڳندي. جيئن مون شروع ۾ چيو ته اڄا تائين رڳو **”سَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ“ (رعد: 2)** بابت عملي آغاز ممڪن ٿيو آهي.
اڄ انسان کي اها ڄاڻ ملي آهي ته هو ڪيئن سج ۽ چنڊ کي به قبضي ۾ ڪري سگهي ٿو ۽ اڄ انسان ڪافي خوداعتماديءَ سان چوي ٿو ته آئون چنڊ تي وڃان پيو يا آئون چنڊ کان پيغام وصول پيو ڪريان. اهو ڪنهن ممڪن بنايو؟ فقط ”سخرالشمس والقمر.“
اهي سڀئي ننڍڙيون شيون جن کي توهان مڃيو ٿا. انهن سان قرآن شريف ڀريو پيو آهي. فقط چند شين جي قدرداني ڪئي وئي آهي، پر اڃان سوين شيون بنا شناخت پيون آهن. جيڪي ايندڙ نسل لاءِ پيل آهن. تنهن ڪري مسٽر جتوئي جنهن توهان کي ٻڌايو ته ٻئي نبي جي اچڻ جو سوال نئي پيدا نٿو ٿئي. ٻئي نبي جي آمد جو سوال تڏهن پيدا ٿيندو

جڏهن توهان پنهنجي پيغمبر جي ڏنل تعليم کي مڪمل ڪري ڇڏيو هجي. توهان ان معارج تي پهچي ويا هجو، جنهن جو پاڻ اشارو ڪيو اٿن. ڇا توهان اهو سڀ ڪجهه حاصل ڪري ورتو آهي جيڪو پاڻ سڳورن چاهيو پئي. پوءِ سوال پيدا ٿيڻ گهرجي ته هاڻي ڪو نئون حڪم رهنمائي لاءِ اچڻ گهرجي. مون چيو ته توهان سنجيدگيءَ سان قرآن کي سمجهڻ جي شروعات ئي ڪونه ڪئي آهي. اهو قيآن اهڙو ئي پاڪ ڪلام آهي جيترو تيرهن سئو سال اڳ هو. ان ۾ اهڙا جملا آهن جن کي توهان چڱي نموني سمجهيو ئي ڪونهي. منهنجو توهان لاءِ اهو چئلينج آهي.

منهنجي ڪجهه محترم پائرن مشرق ۽ مغرب ۾ فرق ڪري ڇڏيو آهي. ڪجهه مغربي مسلمان ۽ ڪجهه مشرقي مسلمان آهن اسان کي ان ڳالهه تي فخر آهي ته پيغمبر اسلام، اسان کي مشرق ۽ مغرب جي فرق کي ختم ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي ۽ ”رب المشارق والمغارب“ جي اطاعت لاءِ چيو اٿس. اڄ مشرق ۽ مغرب به شيون نه پر هڪ آهن. پاڻ سڳورن ڇا ڇا سيکاريو! تمام آسان ڳالهيون سيکاريائون. مولوي انيس احمد ٻڌايو ته دنيا جي تڏهن ڪهڙي اخلاقي حالت هئي جڏهن پاڻ مبعوث ٿيا؟ دنيا جي اڳ ڇا حالت هئي. آئون توهان کان پڇان ٿو؟

پاڻ سگهورن ڇا سيکاريو؟ فرمايائون ته مذهب جي باري ۾ توهان گمراهه آهيو. آئون توهان کي ٻڌايان ٿو ته مذهب تمام آسان شيءِ آهي. مذهب اهو آهي ته، تارا، چنڊ، سج، ذرتي، وڻ ۽ جانور ان قانون جي اطاعت ڪن ٿا جن جي تحت هو پيدا ٿيا آهن ۽ توهان کي پڻ اطاعت ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. پاڻ فرمايائون ته اهوئي مذهب آهي. ٻيو ڪوبه مذهب ڪونهي ۽ پاڻ ان مذهب کي اسلام ڪوٺيائون. انهيءَ جي معنيٰ ڇا آهي! پاڻ فرمايائون ته هر شيءِ ان خلقيندڙ جي قانون جي اطاعت ڪري ٿي. توهان کي پڻ انهيءَ قانون جي اطاعت ڪرڻ گهرجي. توهان ان جي تابعداريءَ کان انڪار ڪيئن ٿا ڪري سگهو!

البت ان خالق پاڻ هڪ فرق رکيو آهي. اهو، اهو آهي ته هو (الله) توهان مان اهڙي اطاعت جي توقع رکي ٿو، جيڪا رضا خوشيءَ (**طوعا**) سان ڪريو نه **کرها** يعني نه زبردستي سان. هو يعني ربّ العزة توهان مان اميد رکي ٿو ته سندس قانون جي اطاعت ڄاڻي ٻجهي ارادي سان پاڻ مرادو ڪئي وڃي. **”تَطَوَّعَ خَيْرًا“ (بقره: 158)**

**’کرهًا‘** ته توهان کي اطاعت ڪرڻي آهي پر طوعًا ڪريو. بجاءِ کرهًا جي! کرها کي مڪمل خارج ڪيو ويو آهي. **” لَآ اِكْرَاهَ فِي الدِّيْنِ“** ٻيون شيون **’کرها‘** اطاعت ڪن ٿيون ۽ **”اِلَيْهِ يُرْجَعُوْنَ“ (آل عمران: 83)** (۽ انهيءَ ڏانهن موٽن ٿيون) پر

توهان کي ڪرها اطاعت ڪرڻ نه گهرجي **”لَآ اِكْرَاهَ فِي الدِّيْنِ“ (بقره: 256)** توهان جي اطاعت ڪنهن طاقت جي زور جي ڪري نه هئڻ گهرجي. اهڙي قسم جي فرمانبرداري قبول ڪانهي. اطاعت توهان کي ڪرڻي آهي. توهان الله جي قانون ۽ فطرت جي قانون سان ڪيئن ٿا مقابلو ڪري سگهو! تنهن ڪري رضا خوشيءَ سان اطاعت ڪريو ۽ چئو ته،

سر تسليم خم هي جو مزاج يار مين آئي

انسان کي ائين ڪرڻو آهي. الله تعاليٰ جي حڪم موجب انسان جي ڪرها اطاعت قبول ڪانهي، پر اها قبول آهي جنهن ۾ هو چوي ٿو ته آئون حاضر آهيان.

ڪپر اپيون ڪيتريون، ساهڙ ساهڙ ڪن،
ڪنين سانگو ساه جو، ڪي گهوريس ڪيون گهڙن،
جي گهاگهائي گهڙن، ساهڙ ملي تن کي.

توهان اهي آسان لفظ اسان جي سنڌ جي شاعر جا سمجهو ٿا! ”ڪيتريون“ هو چوي ٿو ته ڪناري تي بيٺيون آهن ۽ ڏسن پيون! چا اسين پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏيون! ۽ ڪجه چوڏاري بيٺيون آهن ۽ چون پيون ته چڱو آهي جو هتي اچڻ ٿيو، ان عظيم خلقيندڙ لاءِ جنهن اسان کي خلقيو آهي. چڱو، آئون گهوريس ۽ هوءَ گهوريس ڪيو گهڙي ٿي. آئون دنيا کي خيرباد چوان ٿي. نه نه! پاڻ ڪريم جن چون ٿا ته دنيا کي ترڪ ڪرڻ قبول ڪونهي. پر قبول هي ڳالهه آهي ته

”ساهڙ ملي تن گهاگهائي گهڙن جي“ اهي جيڪي چون ٿيون ته ساهڙ اسان جي زندگي آهي، پوءِ مسڪرائي پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏين. آئون الله لاءِ پيدا ڪيو ويس ۽ الله ڏانهن موٽي وڃان پيو. **”اِناالله و اِنا اِليه راجعون“**

تو ئي اسان کي ٺاهيو! تو ئي اسان کي زندگي ڏني! تون ئي خود اسان جي زندگي آهين. تون ئي تمام وجود آهين. آئون توکان سواءِ ڇا آهيان! تو لاءِ ئي مون کي رهڻ ۽ سوچڻ گهرجي ته آئون تنهنجي اطاعت ڪريان. تون ئي منهنجي لاءِ وجود آهين. توکان سواءِ منهنجي ڪابه زندگي ڪانهي! مون وٽ تو کان سواءِ ڇا آهي!

چو کحل بينش ما، خاک آستان شما،

کجا رويم بفرما، ازين جناب کجا.

**(معنيٰ:** جڏهن منهنجي اکين لاءِ سرمو تنهنجي در جي خاڪ آهي، ته پوءِ منهنجا سڄڻ ٻڌاءِ ته آءٌ ٻئي ڪهڙي در تي وڃان!)

تون ئي پوري زندگي آهين، وجود ۽ دائم آهين. جيڪڏهن توڏانهن نه ته پوءِ پيو ڪيڏانهن ويندس! تنهن ڪري اهي انهن تي کلن ٿا جيڪي ڪناري تي انتظار پيا ڪن. اهي چون ٿا ته هيءَ اسان جي زندگي تنهنجي آهي. چاڪاڻ ته اها تو ڏني آهي ۽ اهڙي طرح اهي تسليم ڪن ٿا ۽ اهوئي اسلام جيڪو **’ڪرها‘** سان نه پر **’طوعا‘** يعني محبت سان

۽ خوشي سان آهي ان جي اطاعت ڪرڻ، جنهن اسان کي پيدا ڪيو آهي ۽ جيڪو اسان جي زندگي ۽ وجود آهي.
اهو ئي محمد ﷺ جن سيکاريو آهي. ڇا اهو توهان مان ڪنهن کي قبول آهي. جيڪڏهن قبول آهي ته پوءِ محمد ﷺ جن جي اطاعت ڪيو. باقي زور زبردستيءَ کي پاڻ ڪريم جن شروع کان ئي رد ڪري ڇڏيو آهي. **”لااکراه في الدين.“**
توهان کي ڪوبه مجبور نه ڪندو. خدا جي واسطي اهڙي اطاعت نه ڪريو، ڇاڪاڻ ته اها قبول ڪو نه ٿيندي، جڏهن توهان ڇئو ٿا ته آهي ته اهو ڏاڍو ڏکيو پر آئون اطاعت ڪريان ٿو. الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته مون کي توهان جي اهڙي اطاعت نه گهرجي! اتي ئي رهو، جتي توهان آهيو. ڏسون ته توهان ڪيترو وقت رهي سگهو ٿا! ڪجھ سالن کان پوءِ توهان فنا ٿي ويندا. پوءِ توهان اطاعت ڪريو يا نه ڪريو! هن کي ڪنهن جي به اطاعت جي پرواھ نه آهي. توهان لاءِ نڪو ڌرتي روئيندي ۽ نڪو آسمان روئيندو!
پر جيڪڏهن توهان دل سان ان جي اطاعت ڪندا جنهن توهان کي پيدا ڪيو آهي، اها مختلف زندگي آهي. اها خود زندگي آهي. توهان اطاعت ڪريو ته جيئن اها زندگي توهان کي حاصل ٿئي. ”واشرقت الارض بنور ربها“ (39.69).

يعني سموري ڌرتي رب جي نور سان روشن ٿي وئي، جيڪا روشني اسان اکين ۽ سج جي روشني مان حاصل ڪريون ٿا انهيءَ کان اها روشني مختلف آهي. فقط الله ئي جنهن تي راضي ٿئي ان تي پنهنجون عنايتون موڪلي ٿو ۽ انهن تي مهرباني ڪري ٿو، جيڪي سندس دل و جان سان تابعداري ڪن ٿا. هو عنايت ڪري ٿو ۽ اهي چون ٿا ته اسين حاضر آهيون. تو ئي اسان کي پيدا ڪيو آهي ۽ تو لاءِ ئي اسين آهيون ۽ توڏانهن ئي موٽي ايندا سون. تو وٽان اسين آيا آهيون پيو ڪيڏانهن ويندا سين!

اهوئي محمد ﷺ جن سيکاريو. سندن مذهب قبول ڪريو يا نه ڪريو! اهو توهان تي منحصر آهي. ڪا زبردستي ڪونهي! جيئن مون چيو ته ڪهڙي به قسم جي! اهوئي سڀ ڪجھ سندن مذهب اسلام آهي. عام طرح اڳي ماڻهن ۾ اهو اختلاف رهندو هو ته اسان کي هيءَ نبي گهرجي يا هو نبي گهرجي ۽ اسان کي هي مذهب يا هو مذهب گهرجي! پاڻ فرمايائون ته پيارا پائرو! اهو توهان اجايو جهيڙو شروع ڪيو آهي. دين هڪ آهي. ڪنهن به لحاظ کان گهڻا دين نه آهن.

يورپ ۾ بين المذاهب ڪانفرنسون ٿينديون رهنديون آهن. هر ڪانفرنس ۾ مون ان ڳالھ ڏانهن توجھ ڇڪايو ۽ کين ياد ڏياريو ته سڀ کان پهرين مذهبن جي گهڻائيءَ جي تصور

ڪي ختم ڪريو. مذهب گهڻا ڪونه آهن. مذهب فقط هڪ آهي. انهيءَ تي اهي اڳرائي ڪري چوندا هئا ته ”مسٽر قاضي! مذهب گهڻا آهن. توهان ڇا پيا چئو؟ توهان جي خيال موجب توهان سمجهو ٿا ته توهان جوئي مذهب فقط مذهب آهي؟“

مون کين جواب ڏنو ته منهنجو مذهب فقط منهنجو ڪونهي.

**” الله ربنا و ربکم، لنا اعمالنا ولکم اعمالکم“**

واقعي مذهب فقط هڪ قائم آهي. محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو! توهان ڇو پيا وڙهو. هڪ ئي مذهب رهيو آهي؟ اهو چوڻ ته منهنجو نبي حضرت عيسيٰ " آهي. تنهنجو نبي حضرت موسيٰ " آهي. توهان جو فلاڻو آهي ۽ هن جو فلاڻو آهي. انهيءَ جي باري ۾ پاڻ فرمايائون: نه! جيڪو چوي ٿو ته هي منهنجو نبي آهي ۽ هيءَ تنهنجو آهي. اهو اڌ دماغ ۽ بيوقوف آهي. سڀ نبي هر هڪ جا نبي آهن. توهان کي سڀني کي مڃڻو آهي. اهي سڀئي بهتر آهن. فقط هڪ کي نه مڃو. نه نه! سڀني کي بنا امتياز جي مڃيو توهان کي انهن ۾ امتياز ڪرڻ ۽ ڪن کي وڏو ۽ ڪن کي ننڍو (نبي) سمجهڻ جو اختيار ڪونهي.

**”کل آمن بالله و ملائکته و کتبه ورسله لانفرق بين احدا من رسله“**(2:285)

اهو سڀ ڪجھ پاڻ سيکاريائون. نبين ۾ ڪوبه فرق ڪونهي. سڀئي انهي الله جا موڪليل آهن ۽ توهان جا نبي آهن. ان کي سمجهو! زرتشت توڙي گوتم ٻُڌ کي مون سالن جا سال پڙهيو آهي.

ماڻهو چون ٿا ته خدا ڪٿي آهي؟ توهان خدا ۾ ڪيئن ٿا يقين رکو؟

ان لاءِ آئون بحث ۾ ڪو ثبوت پيش ڪرڻ جي ڳالھ نٿو ڪريان ته خدا ڇا آهي؟

ڇا توهان وٽ ڪو دليل آهي؟ مون وٽ ته ڪونهي.

اسان کي فقط هي ٻه اکيون آهن. جن سان اسين ڏسون ٿا پر ڪنهن شيءِ جو ادراڪ نٿا ڪري سگهون.

”**لاتدرکه الابصار**“ اهو جيڪو آئون ڏسي نٿو سگهان، سو ڪيئن (ادراڪ) سمجهي سگهان ٿو. آئون هن (الله) کي ڏسي نٿو سگهان هو خود لڪل آهي ۽ مون کان پري آهي. آئون ڪيئن ٿو ان کي ثابت ڪري سگهان. جڏهن ته مون هن کي ڏٺو ئي ڪونهي! **”لا تدرکه الابصار.“**

پر هڪ ثبوت آهي ته چوڏهن سئو سال اڳ عربستان جي ريگستان ۾ هڪ يتيم ننڍڙو ٻار جنهن کي ماءُ پيءُ ڇڏي ويا ۽ اهو ريگستان بيابانن ۾ سواءِ مدرسي، سواءِ ڪتاب، سواءِ استاد جي ان حيثيت تي پهتو جو هن مون کي هڪ ڪتاب (القرآن) ڏنو آهي. جيڪو آئون چوڏهين صدي ۾ به سمجهڻ

جي لائق نه ٿيو آهيان. انهيءَ جي باوجود جو مون ڪافي علم به حاصل ڪيو آهي ۽ هزارين ڪتاب به نظر مان ڪڍيا آهن: اهو ئي هڪ معجزو آهي. انهيءَ تي آئون حاوي نٿو ٿي سگهان. تنهن ڪري آئون پاڻ ڪريم جن جي لفظن تي يقين ڪريان ٿو ۽ آئون ڄاڻان ٿو ته خدا آهي. انهيءَ ڪري ئي پاڻ پنهنجي ذات ۾ معجزو بنجي آيا هئا. پاڻ خدا جي وجود جو خود ثبوت آهن. خدا لاءِ مون کي شڪ نه هئڻ گهرجي، پر هاڻي مون کي ڪوبه شڪ ڪونهي جڏهن قرآن منهنجي اڳيان آهي.

قرآن چوي ٿو ته آءٌ تمام سليس يعني آسان ۽ سولو آهيان، هائو اهو آسان آهي پر شايد آسان لاءِ آسان شين کي سمجهڻ به آسان ڪونهي.

ڇا توهان پاڻي ۽ هوا جا عنصر سمجهيا آهن؟ اهي ڇا آهن. هوا ڇا آهي ۽ پاڻي ڇا آهي؟ ۽ توهان جو جسم ڇا مان ٺهيل آهي؟ اهي تمام آسان ڳالهيون آهن. معلوم ڪريو ڇا اهي حقيقتون معلوم ڪرڻ ڏکيون آهن؟

هيءَ ذرتي آهي. هيءُ پاڻي آهي. هي هوا آهي. آئون توهان کان پڇان ٿو ته اُهي ڇا آهن. هوا ڇا آهي ۽ ذرتي ڇا آهي ۽ پاڻي ڇا آهي؟

ڇا توهان انهي جي باري ۾ سوچيو آهي ته اهي ڇا آهن؟

اهي تمام آسان عنصر آهن پر جيڪڏهن وڏيڪ جزن واري شيءِ آهي ته انهيءَ کي سمجهڻ ڏکيو آهي. اهڙيءَ طرح قرآن بلڪل سادو ۽ بنيادي ڪتاب آهي. اهو ڳل جهڙو سادو ۽ ڳل وانگر تمام خوبصورت آهي پوءِ به سمجهڻ ۾ ڏکيو ته ڳُل ڇا آهي.

ڇڱو! ڳل جي خوبصورتي ڇا تي مشتمل آهي؟ اسان ڇو ٿا چئون ته هي پياري شيءِ آهي. انهيءَ ۾ ڇا آهي؟ اسين خوبصورت ۽ پياري شيءِ کي به ختم ڪريو ڇڏيون. پر اهو ڇا آهي. قرآن لاءِ به اسين چئون ٿا ته پاڪ ڪتاب! آسان ڪتاب! ”**يسرناالقرآن**“ بلڪل سچ آهي. هر ماڻهوءَ لاءِ اها معنيٰ سمجهڻ ڪافي آهي. هر هڪ پنهنجي نندڙي ذهن مطابق ان کي سمجهي ٿو. پر ان قرآن ۾ ڪافي ڪجهه آهي. فقط ان جا پنج جملا اڄ جي پاڪستان جي رهنمائي ڪري سگهن ٿا پر اهي پنج جملا اسان جي دماغ ۾ سمائجي نٿا سگهجن. اهڙي طرح ساڳئي وقت وري قرآن ڏکيو به آهي. قرآن شريف فرمائي ٿو ته انهن جي ۽ منهنجي وچ ۾ حجابا مستورا آهي.

”**بَيْنَكَ وَبَيْنَ الَّذِيْنَ لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ حِجَابًا مَّسْتُوْرًا**“ (45:17)

خاص ڪري جيڪي ” **لَا يُؤْمِنُوْنَ بِالْاٰخِرَةِ**“ وارا آهن.

وڏيڪ فرمايائين ته: ”**لايمسه الاالمطهرون**“ فقط پاڪ ئي مون کي هٿ لائي. مون کي ناپاڪ هٿن سان ڇهڻ منع

آهي. اسان کي قرآن پڙهڻ کان اڳ پاڪ هئڻ گهرجي. اسان پهرين ان کي سمجهڻ لاءِ پاڻ کي پاڪ رکون.
هاڻي اسان مان گهڻا آخرة تي يقين رکن ٿا. اهڙي طرح حجابا مستورا وچ ۾ آهي. اسين قرآن ۽ اسان جي وچ ۾ پردي جي ڪري ڏسي نٿا سگهون. پوءِ پڻ اهو ڪيترو مختصر ڇو نه هجي. اسين انهيءَ کي پڙهي نٿا سگهون؟ انهي ڪانسواءِ باقي سڀ اونده آهي. جڏهن اهو ڪتاب (القرآن) آيو. اونده هميشه لاءِ گم ٿي وئي. هينئر دنيا ۾ اونده ڪونهي، هر هنڌ روشني آهي.
”**سراجا منيرا**“ ”**ڪافت للناس**“ ”**رحمة العالمين**“ ڪان پيو وڏيڪ ڇا گهرجي؟
اها هڪ تاريخي حقيقت آهي، چوڏهين صديءَ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته اهو ڪتاب (القرآن) ڌرتيءَ جي سڀني انسانن ۽ هر دور لاءِ آيو آهي. ڇا انهيءَ ثابت نه ڪري ڏيکاريو آهي؟ توهان پنهنجي پاڻ سان ۽ تاريخ سان انصاف ڪريو. توهان ان کي پڙهو. صاف حڪم نامو آهي پر جيئن ته آئون چوان ٿو ته ان کي ناپاڪ ذهن حاصل نه ڪري سگهندو. ڇپرا سچ کي ڏسي ڪونه سگهندا. ڇاڪاڻ ته اهي ڇپرا آهن. اهڙي طرح ناپاڪ انسان ۽ ڪتاب (القرآن) جي وچ ۾ حجاب (پردو) لڪيل آهي.

آسان ترين مذهب آيو جنهن انسان ذات جي فرقن کي ختم ڪري ڇڏيو. آئون پنهنجي غير مسلم پائرن کي چوندس ته توهان چوندا آهيو ته فلاڻو اسان جو نبي آهي. آئون چوندس ته اهو منهنجو پڻ آهي. پر باقي ٻين جي باري ۾ توهان جا ڇا خيال آهن؟

آئون عيسائي ۽ يهودي پائرن کي به ساڳئي طرح چوان ٿو. توهان چئو ٿا ته موسيٰ اسان جو نبي آهي. اهو منهنجو پڻ آهي. هڪ شخص رسول الله ﷺ جن وٽ آيو ۽ چيائين ته يا رسول الله ﷺ 09 محرم يهودي ملهائين ٿا ۽ اسان کي 10 محرم تي ائين ڪرڻ گهرجي. پاڻ فرمايائون ته ڇا موسيٰ جو تعلق رڳو هنن سان آهي. اهو هنن کان وڌيڪ اسان جو آهي. سو توهان ڪيئن چئو ٿا ته هو توهان جو آهي. آئون چوان ٿو ته پهريائين منهنجو آهي. توهان ڪيئن ٿا چئو ته اهو فقط توهان جو ئي آهي. هر شيءِ خدا جي آهي ۽ هر شيءِ منهنجي آهي جڏهن ته آئون خدا جو آهيان.

”هر ملڪ ملڪ ماست

که ملڪ خدائي ماست.“

اهڙي طرح محمد ﷺ جن سيکاريو. پاڻ فرمائين ٿا ته هر ڪنهن کي الڳ عبادتگاهه، مندر، مسجد ۽ گرجا عبادت جي لاءِ ڏنو ويو، پر منهنجي لاءِ سڄي ڌرتي عبادت گاهه ۽ مصلو

آهي. عبادت ڪريو جتي توهان چاهيو. جيئن چاهيو ۽ جڏهن چاهيو!

اهڙي طرح پاڻ ڪريم جن مذهب جي تصور کي آفاقي ۽ ڪائناتي ڪري ڇڏيو. ان کي هڪ ئي وقت هميشه لاءِ انهن پابندين ۽ رڪاوٽن مان ڪڍي ڇڏيو جن ۾ اهو (مذهب) پليو هو. مذهب جو تت ۽ ست هي آهي ته الله جي اطاعت ڪريو. توهان ان کان انڪار ۽ انحرافي نٿا ڪري سگهو. پر دل سان اطاعت ڪريو ۽ اهوئي اسلام آهي ٻيو ڪجهه نه. اها دنيا ۾ تمام آسان شيءِ آهي.

البت ٻيون ڪيتريون ئي شيون آهن، جن کي خدا قوت ڏني آهي ۽ انسان سگهڻ چاهين ته سگهي سگهن ٿا. انسان گهڻو ڪجھ سگهي سگهي ٿو. آئون چوندس ته سمنڊ جي سطح تي جيڪا ڳج آهي. اسان ان تائين به نه پهچي سگهيا آهيون. منهنجا دوستو، جيئن مون شروع ۾ عرض ڪيو ته انسان ڇا ٿو ڳالهائي سگهي. اهو ان شخصيت جي ڪهڙي تعريف ڪري سگهي ٿو جنهن کي سمجهي نٿو سگهي. اهو لفظن کان وڌيڪ خوبصورت آهي. الفاظ ان جو اظهار ئي نٿا ڪري سگهن. احساسات ان سان انصاف نٿا ڪري سگهن. انسان فقط محبت، احترام مڪمل اطاعت ۽ احسان منديءَ جو اظهار اهڙين خوبصورت شين لاءِ ڪري سگهي ٿو. ان

ڪان وڌيڪ پيو ڪجھ نه. الفاظ حق ادا نٿا ڪري سگھن. تنهن ڪري وڌيڪ لفظن جي استعمال جو ڪھڙو فائدو!

آئون توهان جو شڪرگذار آهيان جو توهان اڄ صبح جو هتي گڏ ٿيا آهيو، ان هستيءَ لاءِ جيڪا دنيا جي وڏي هستي آهي جيڪا اسان کي ملي آهي. توهان هتي اچي اسان کي عزت بخشي آهي ۽ اسين توهان جو شڪريو ادا ڪريون ٿا. ان لاءِ توهان تي الله تعاليٰ جي رحمت هجي.

غغغغغغ

**

This page was prepared by Muhammad Umar Chand for the benefit of students and research scholars 28 June 2021